## حصو – ب (مختصر جوابن جا سوال)

**نوٽ:** **هيٺين سوالن مان ڪن بہ 9 سوالن جا جواب ڏيو. هر سوال تي 04 مارڪون رکيل آهن.**

سوال2: حضور اڪرم ﷺ جن غلامن بابت ڪهڙي تعليم ڏني آهي؟

سوال3: جپاني ۽ جرمن قومن شڪست جو احساس ڪيئن ختم ڪيو؟

سوال4: "ترت علاج" لاءِ ڪهڙي ڳالهيون ڌيان ۾ رکڻ گهرجن؟

سوال5: ملڪي وسيلن کي ڪهڙي طرح صحيح استعمال ڪري سگهجي ٿو؟

سوال6: **هيٺين لفظن جا جمع لکو:**

ڳِٽي ـ فڪر ـ خبر ـ جاءِ.

سوال7: ڪنجوسي ۽ فضول خرچي کان بچڻ لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي؟

سوال8: **هيٺين اصطلاحن جي معنيٰ لکو:**

پاڙ پٽڻ ـ ڪير ڪنڊ ٿيڻ ـ منڊ مچڻ ـ چپ ٿيڻ.

سوال9: لباس جي معاملي ۾ ڪهڙيون ڳالهيون اڳ۾ رکڻ گهرجن؟

سوال10: بيهوش (بي + هوش) هڪ ٻٽو لفظ آهي. اهڙا چار لفظ لکو، جنهن جي اڳيان ٿي اچي.

سوال11: **هيٺيان لفظ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

ايذاءُ ـ مسلسل ـ اجنبي ـ نبيرو.

سوال12: **هيٺين لفظن جا ضد لکو:**

سخي ـ حاضر ـ ٿڌي ـ سٺو.

سوال13: **هيٺين لفظن مان مذڪر ۽ مونث الڳ الڳ لکو.**

بازار ـ دل ـ ڪتاب ـ دعويٰ.

## حصو – ج (تفصيلي جوابن جا سوال)

**نوٽ:** **هيٺين سوالن مان ڪن بہ 3 سوالن جا جواب ڏيو. هر سوال تي 08 مارڪون رکيل آهن.**

سوال14: **هيٺين مان ڪنهن بہ هڪ شعر جي سمجهاڻي لکو.**

(الف) سچائيءَ جو جيڪو طلبگار ٿيندو،
اهو باغ جنت جو حقدار ٿيندو.

(ب) ڪرن ورڻ واري وطن ڏي، ڪوهہ ذارين قيد ۾،
ڪڍ ڳچيءَ مان ڳٽ ڳراهيون، خواب آهي يا خيال

سوال15: پنهنجي والد صاحب کي خط لکي ڪنهن تاريخي جاءِ گهمڻ جي اجازت وٺو.

سوال16: بيهوشيءَ جي حالت ۾ ڪهڙا اپاءَ وٺڻ گهرجن؟

سوال17: **هيٺين مان ڪنهن بہ هڪ شاعر جو احوال لکو.**

حاجي احمد ملاح      مير عبدالحسين سانگي

سوال18: **هيٺين مان ڪنهن بہ هڪ سبق جو خلاصو لکو.**

سچل سرمست      مرزا قليچ بيگ